مزيدار، اخلاقي، ادبي بهترين
کهاڻين جو سلسلو

# نيڪيءَ جو ڦل

مرتب: عطاءُ الله پتو

حق واسطا قائم قيمت 2.00
1996ع
پروپرائيٽر: توفيق احمد ولد نور احمد (مرحوم)
مولوي محمد عظيم ڪتب خانہ شاهي بازار
شڪارپور سنڌ

ملڻ جو هنڌ: سنڌ جا سمورار بڪ اسٽال

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# ٻه ڀينر

پيار ٻارو! ڪنهن زماني ۾ ملڪ جي هڪ ڳوٺ ۾ هڪ عورت رهندي هئي. جنهن کي ٻه ڌيئر هيون. وڏي ڌيءَ گستاخ ۽ مطلبي هئي جڏهن ته ننڍي ڌيءَ فرمانبردار، مهربان ۽ رحمدل هئي.

هڪ ڀيري ماءُ ننڍي ڌيءَ کي کوهه تان پاڻي ڀري اچڻ لاءِ چيو هن دلا کنيا ۽ ڳوٺ کان ٻاهر واري کوه تان دلا ڀرڻ لڳي. هوءَ اڃان کوهه مان پاڻي ڪڍي ئي رهي هئي ته اوچتو هڪ ٻڍڙي عورت جبل جي اوٽ مان ظاهر ٿي ۽ چوڻ لڳي "ڌيءَ مون کي ڏاڍي اڃ لڳي آهي تون پاڻي ڍڪ ڏيندين؟

ها ها چونـ! ائين هن ڏول ۾ پوڙهي عورت کي ڏنو. پوڙهي عورت ٻاٽي ٻي ڏوڙ ڪيو ۽ چيائين تون هڪ رحمدل ۽ سياڻي ڇوڪري آهين. هاڻي تون جڏهن به ڪلنديءَ تہ تنهنجي وات مان خوبصورت موتي نڪرندا" ائين چئي اها پوڙهي عورت جبلن ۾ غائب ٿي ويئي ۽ پوءِ جڏهن هوءَ ڪلندي هئي تہ هن جي وات مان خوبصورت موتي نڪرندا هئا. ان ڪري سڀئي ماڻهو هن کي "موتي جي نالي سان سڏيندا هئا.

ٻئي ڏينهن جڏهن وڏي ڌيءَ پاڻي ڀرڻ لاءِ ويئي تہ اها ساڳي پوڙهي عورت ظاهر ٿي ۽ چيائين "ڌيءَ مونکي ڏاڍي اڃ لڳي آهي تون پاڻي ڏيک ڏيندين؟

تنهن تي وڏي ڌيءَ ڪاوڙ ۾ ڀرجي وئي ۽ رڙ ڪندين چيائين تري وڃ هتان مون وٽ پاڻي ڪونهي مان گندي عورت کي پاڻي ناهيان پيار يندين؟

گندي عورت جو لفظ ٻڌي اها پوڙهي هڪ خوبصورت پري جي روپ ۾ اچي وئي ۽ چوڻ لڳي.

تون هڪ گستاخ خود غرض ۽ بي فرمان ڇوڪري آهين هاڻي تون جڏهن به ڪلندين تہ تنهنجي وات مان ساوا ڏيڏر نڪرندا.

ائين چئي اها خوبصورت پري اڏامي وئي پوءِ ٿيو بہ ائين هو جڏهن بہ ڪلندي هئي تہ هن جي وات مان ساوا ڏيڏر نڪرندا هئا. تنهن ڪري سيئي ماڻهو هن کي ڏاڍو چيڙائيندا هئا ۽ ڏيڏري ڏيڏري چئي سڏيندا هئا ڏنو پيارا ٻارو ڪئين وڏي ڀينر پنهنجي بد اخلاقي جي ڪري ڪلڻ جهڙي انمول نعمر کان محروم ٿي ويئي.

# ماسي مصيبت

سندس اصل نالو تہ ماسي خيران هو. پر سڄي پاڙي وارا ان کي ماسي مصيبت سڏيندا هئا ڇو تہ هو جڏهن بہ ڪيڏانهن ويندي هئي تہ سندس پنج ٻار جيڪي سدائين ساڻ هوندا هئس ڪانہ ڪا

مصيبت مچائيندا هئا هڪ ڏينهن ماسي مصيبت اسان جي گهر آئي ۽ ان سان گڏ سندس پهريون دفعو ٻه پٽ هئا. جيئن ئي ماسي مصيبت امان سان حال آحوال ڏيڻ شروع ڪيائين ته سندس هڪ پٽ جنهن جو نالو ڪالو هو جلدئي اسان جي ڪمري ڏانهن آيو ۽ اسان جو البم کڻي اسان جو تصويرون ڏسي ڏاڙهي جي ڪمي پوري ڪرڻ لڳو. اسين جئين ئي ڪمري ڏانهن ڊوڙ ياسن ته اسين هن کي ڏاڙهي ٺاهيندي ڏٺو سين. تنهن تي مونکي ڪاوڙ آئي ۽ ڪالو جي ڪن کي چاٻي ڏني مانس ۽ ڪالو ايتريون ته رڙيون ڪيائين جو ماسي مصيبت ڪمري ڏانهن ڇيخون ڪندي آئي ۽ اسان کان ڪالو کي مارڻ جو سبب پڇيائين ته اسان ان کي سڄي حقيقت ٻڌائي سون، تنهن تي چوڻ لڳي "منهنجو ڪالو ته مصور ٿيندو ان ۾ ان جو ڪهڙو ڏوهه ۽ چيائين ته آءٌ ٻيهر ڪڏهن به توهان جي گهر نه ايندس. جنهن تي اسين دل ئي دل ۾ خوش ٿيا سين. وري سائين ماسي مصيبت هڪ ڏينهن وري هڪ ٻئي مصيبت آئي ۽

مونکي بازار کان گوشت آڻڻ لاءِ چيائين آءُ پهريان تہ انڪار ڪرڻ لڳس پر امڙجي اسرار تي وڃڻ لاءِ تيار ٿيس، تنهن تي ماسي مصيبت جو پٽ ڪشو هلڻ لاءِ تيار ٿيو.

خير سائين اسين جڏهن ٺي ڪاسائي جي دڪان تي پهتاسين ۽ اتان گوشت خريد ڪيو سين ۽ ڪيسي "۾ پئسا ڪڍڻ لاءِ هٿ داخل ڪيم تہ خالص واپس آيو تہ آءُ ڏاڍو پريشان ٿيس ۽ پٺتي نهاريم تہ ماسي مصيبت جو پٽ ڏاڍي مزي سان آئس ڪريم کائي رهيو هو. آءُ اهو ڏسي سڀ ڪجهہ سمجهي ويس ۽ ان ڏانهن ڊوڙڻ لڳس ۽ ان بہ مونکي ڏسي ورتو ۽ اهو بہ ڊوڙڻ لڳو، جڏهن ڪاسائي ڏٺو تہ آءُ سندس گوشت کڻي ڊوڙي رهيو آهيان تہ هو بہ منهنجي پٺيان گوشت کسڻ لاءِ ڊوڙيو. يعني اڳيان ماسي مصيبت جو پٽ پٺيان آءُ منهنجي پٺيان ڪاسائي.

خير سائين هڪ دفعي جڏهن آءُ هڪ واري جڏهن ڪشوجي بلڪل ويجهو پهتس ۽ ان کي

پڪڙڻ لڳس تہ پنيان ڪاسائي مونکي پڪڙيو ۽ مونکان گوشت کسيائين ۽ هڪ اهڙي چمات وهائي ڪڍيائين جو ڏينهن جا تارا نظر اچي ويا.

خير سائين آءُ اتي ڪجهہ دير ترسڻ ڪانپوءِ وري ڪشو پنيان ڊوڙڻ لڳس تہ اڳيان تائون ڪميٽي جي مهربانين سان هڪ ڪليل گٽر سان ملاقات ٿي ۽ آءُ ان ۾ ڪري پيس ۽ جڏهن ان گٽر مان نڪتس تہ نہ دنيا جي خبر پيئي ۽ نہ جهان جي ۽ سڄي شهر جا ماڻهو مون تي کلڻ لڳا. ايتري قدر جو گهر پهچڻ ڪانپوءِ گهر وارن بہ سڃاڻڻ کان انڪار ڪيو ۽ اها ماسي مصيبت جاهڙيمصيبت سدائين ياد رهندي آهي.

# نبڪي جو ڦل

هڪ شهر ۾ هڪ پوڙهو رهندو هو. جنهن کي ٻہ پٽ هئا وڏي پٽ جو نالو شاڪر ۽ ننڍي پٽ

جو نالو ذاڪر هو ان جي ملڪيت فقط هڪ دڪان هئا، جيڪي هن مرڻ وقت پنهي پٽن ۾ ورهائي اها نصيحت ڪئي ته اهي ٻين جي مدد ڪن ۽ پاڻ ۾ گڏجي سڏجي رهن. پنهي پٽن نصيحت تي عمل ڪرڻ جو واعدو ڪيو. ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ سندن والد گذاري ويو. ذاڪر پنهجي والد جي نصيحت دل ۾ سمائي عمل ڪرڻ لڳو. جڏهن سندس وڏو ڀاءُ نصيحت کي وساري غلط رستي تي هلڻ لڳو. هو بد مزاج ٿي چڪو هو ۽ هر ڪنهن سان وڙهي رهيو هو. تنهن ڪري محلي وارا به هن کان تنگ رهڻ لڳا ۽ ان کان خريداري ڪرڻ بند ڪيائون ۽ جڏهن ته ذاڪر جيڪو نيڪ، نمازي ۽ رحمدل هو سو محلي ۾ هر ڪنهن سان خوش اخلاقي پيار ۽ محبت سان پيش اچڻ لڳو. تنهن ڪري سڀي پاڙي وارا هن جي عزت ڪندا هئا ۽ خريداري به هن جي دڪان تان ڪندا هئا. تنهن ڪري هن جو ڪاروبار به وڌڻ لڳو. هڪ ڏينهن شاڪر پنهنجي دڪان ۾ مصروف ويٺو هو ته هڪ

فقير آيو ۽ چيائين "الله جي نانءَ تي منهنجي مدد ڪيو مان منهنجا گهر ڀاتي ٻن ڏينهن ڪان بکيا آهن. مون کي ڪاڏو ڪارايو ۽ شاڪر فقير کي ڌڪو ڏيئي ڪڍيو ۽ چقو "معاف ڪر بابا خبر ناهي الائي جي ڪيڏانهن ٿيون اچن اهي سوڪڙيون فقير شاڪر جون ڳالهيون ٻڌيون ۽ دل ئي دل ۾ بد دعا ڏني.

توروءِ اڳتي هلي اهو ساڳيوئي فقير ذاڪر جي دڪان ۾ داخل ٿيو ۽ ساڳيوئي سوال دهرايائين ذاڪر فقير جون ڳالهيون ٻڌيون تہ ان کي رحم آيو. ذاڪر جلدئي پنهنجي نوڪر کي چئي ڪاڏو گهرايو ۽ فقير کي آرام سان ويهاري ڪاڏو ڪارائين ۽ سندس ٻارن لاءِ پڻ ڏنائين فقير اهو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هن کي دعائون ڏيندو نڪري ويو.

فقير جي دعا اهڙو رنگ لاتو جو ذاڪر جو ڪارو بار تمام وسيع ٿي ويو ٻن ٽن ڏينهن ڪانپوءِ ذاڪر ڪنهن ڪم سانگي شاڪر جي دڪان اڳيان لنگهيو تہ شاڪر کي پريشان ۽ غمگين ڏسي ان جي دڪان ۾ داخل ٿيو ۽ ان کان غمگين هئڻ جو سبب

پڇيائين تہ هن وراڻيو يار! ڪاروبار ۾ ڪوبہ فائدو ڪونہ ٿو ٿئي. ڏينهون ڏينهن ڪاروبار گهٽجي ٿو ۽ مون کي سخت نقصان رسي ٿو. تنهن تي ذاڪر وارڻيو ”تون ضرور ڪنهن نہ ڪنهن ضرورت مند کي موٽايو هوندو“ اهو ٻڌي شاڪر کي فقير وارو واقعو ياد آيو ۽ ذاڪر کي سچي حقيقت ٻڌايائين. تنهن کان پوءِ ذاڪر شاڪر کي سندن پيءُ جي چيل نصيحت ياد ڏياري تنهن تي شاڪر ڏاڍو پشيمان ٿيو ۽ ان نصيحت تي عمل ڪرڻ لڳو ۽ ڏسندي ئي ڏسندي امير ٿي ويو.

## بي وقوف مسافر ۽ ٺڳ

پيارا ٻارو! گهڻو وقت اڳ جي ڳالهہ آهي هڪ مسافر نالي عدنان سهيل تمام پري هڪ شهر ڏانهن مسافري ڪرڻ جو سوچي گهوڙي تي چڙهيو ۽ هن پاڻ سان گڏ هڪ ٻڪري بہ ساڻ ڪئي، جنهن کي هن گهوڙي جي پڇ سان ٻڌو ۽ هن

ٻڪري جي ڳچي ۾ هڪ گهنٽي ٻـ لٽڪائي، جئين ٻڪري هلڻ سان گهنٽي وڄڻ لڳي تہ هن کي بہ اندازو ٿيڻ لڳو تہ پٺيان ٻڪري اچي رهي آهي.

خير سان مسافري ڪندو مي اچي هڪ اهڙي شهر ۾ پهتو جتي تمام داناءَ ٿي نڳ رهندا هئا. سو انهن جئين ئي هڪ اجنبي مسافر کي ڏٺو تہ هنن پاڻ ۾ صلاح ڪئي ۽ هن کي ڦرڻ جي سوچي هڪ ٻئي کان جدا ٿي ويا. مسافر ٿوري اڳتي وڌيو تہ هڪ ٺڳ پير سن جي روپ ۾ هن جي اڳيان آيو ۽ هن کي چيائين "اي اجنبي شخص آءُ هت تنهنجي ڪهڙي مدد ڪري سگهان ٿو" مسافر ڏاڍو اجايل هو سو چيائين "آءُ تمام ڏاڍو اجايل آهيان سو مهرباني ڪري توهين مونکي ڪنهن کوهہ وٽ وٺي هلو، جتي آءُ منهنجو گهوڙو پاڻي پيئندو" تنهن ڪانپوءِ اهو ٺڳ مسافر کي کوهہ وٽ وٺي آيو جتي مسافر پاڻي تہ پٺيان ٺڳ ٻڪري گهوڙي جي پڇ مان ڇوڙي ۽ ان جي ڳچي مان ڪنٽي لاٿي ۽ ان کي گهوڙي جي پڇ ۾ ٻڌو جنهن جي مسافر کي ڪابہ خبر نہ هئي مسافر

پاڻي پيتو ۽ پيهر گهوڙي تي سوار ٿي هلڻ لڳو ته اڳيان ٻئي نگ کي ٿهڪ ڏسندي ڏٺائين. جنهن تي عدنان کي ڏاڍو غصو آيو ۽ هن کان ٿهڪ ڏيڻ جو سبب پڇيائين تنهن تي نگ وراڻيو ”آءُ ان ڪري ٿهڪ ڏئي رهيو آهيان جو تون به ڪيڏو نه بيوقوف آهين جو گهوڙي جي پيچ ۾ گهنٽي لٽڪائي اٿئي. تنهن تي عدنان هن کي سچي ڳالهه ٻڌائي. اها ڳالهه ٻڌي نگ ان کي ڪوڙ هڻندي چيو ”آءُ اجهوئي هڪ ماڻهو کي ساڳي ئي ٻڪري واري جهنگ ڏانهن ويندي ڏٺو آهي“ تنهن تي بيوقوف مسافر پنهنجو گهوڙو ان نگ کي ڏئي پرواري جهنگ ڏانهن ٻڪري جي تلاش ۾ ويو ته پٺيان پيو نگ ان جو گهوڙو به کاهي ويو ۽ جڏهن مسافر ٻڪري نه ملڻ جي صورت ۾ جهنگ کان نڪتو ۽ گهوڙو به غائب ڏٺائين ته تمام ڏاڍو پريشان ۽ پشيمان ٿيو ۽ اڳتي وڌڻ لڳو ته هل ماڻهو کي پنهنجو مٿو کوهه جي ڪناري سان ٽڪرائيندي ڏٺائين جيڪو ٽيون نگ هو ۽ جڏهن هن ان کان مٿو ٽڪرائڻ جو سبب

پڇيو تہ هن وراڻيو ”آءُ هيرن جو سوداگر آهيان آءُ هيرن سان ڀريل بيگ کنيو ٿي آيس ۽ جنهن ۾ هٿ پاڻي پيئڻ لڳس تہ اها بيگ کوهہ ۾ ڪري پئي آهي هاڻي جيڪو بہ هن کوهہ ۾ هيٺ لهندو ۽ بيگ ڪڍندو آءُ ان کي اڌ هيرا ڏيندس. اهو ٻڌي بيوقوف مسافر جي دل ۾ لالچ پيدا ٿي ۽ ڪپڙا لاهي لهڻ تي تيار ٿيو ۽ جنهن ئي رسي وسيلي هيٺ لهڻ لڳو تہ تيون ٺڳ هن جا ڪپڙا ٻيو ضروري سامان بہ کڻي ويو ۽ ويچارو مسافر کوهہ اندر رڙيون ڪندي رهجي ويو.

# ڪاميابي جو راز

پيارا ٻارو! اسڪندريہ کي فتح ڪرڻ جي مهم جاري هئي مسلمانن جي فوج گهيرو ڪيو ويٺي هئي. اسڪندريہ جي بادشاهہ پنهنجي درٻارين کي حڪم ڏنو تہ ان جي ذاتي سواري جي خچرن مان هڪ خاص خچر کي وٺي ان تي سون جازيور رکيا

وجن. جنهن ۾ هيرا ۽ ياقوت جوڙيا وين. لغام به سون جا هجن. ان ڪانسواءِ موتين جي هڪ مالهاپڻ ان جي ڳچي ۾ لٽڪائي وجي، تنهن ڪانپوءِ ان کي عربن جي لشڪر جي پرسان ڇڏيو وجي. ان بادشاهه جو خيال هو ته مسلمان دولت ڏسي هن جي تابع ٿين.

درٻارين بادشاهه جي حڪم مطابق خچر کي هيرن ۽ جواهرن سان ڀري رات جو مسلمانن جي لشڪر جي پرسان ڇڏي آيا پيارا ٻارو! ان رات مسلمانن جي لشڪر جي پهري لاءِ حضور ﷺ جن جو ڪاتب حضرت شرجيل مقرر هو جئين ئي اهو خچر مسلمانن جي لشڪر وٽ پهتو ته اهي ڪلڻ لڳا ته ڏسو ته! خدا جا دشمن اسان جو امتحان وٺن ٿا ته اسين دولت کي چاهيون ٿا يا آخرت کي خدا جو قسم اسان مان ڪوبه اهڙو مسلمان نه آهي جيڪو هن فاني شيءِ کي چاهي. اسان جي نظر دائمي ۽ باقي تي آهي تنهن بعدان خچر کي لغام کان وٺي دشمن جي لشڪر وٽ ڇڏيو ويو.

جڏهن اها جاندار رشوت واپس آئي تہ بادشاهہ جي چهري جو رنگ ئي متجي ويو ۽ چيائين ”خدا جو قسم اهوئي سبب آهي جو اسين هميشہ ناڪام رهون ٿا ۽ مسلمان هميشہ فتحياب ٿيا.

پيارا ٻارو! واقعي جيڪو هن دنيا ۾ دائمي شيءَ کي قبول ڪري ٿو اهوئي سدا ڪامياب ۽ خدا اڳيان سرخرو ٿئي ٿو.

# نماز جي برڪت

اختر ۽ اختر جي سڄي گهر وارا رات جو ٽي وي تي ويٺا ڊرامي جي آخري قسط ڏسي رهيا هئا تہ عشاءَ جي آذان ٿيڻ لڳي ٻيو ڪوبہ نماز لاءِ نہ اٿيو پر اختر معملو مطابق ڊرامي کي ڇڏي وضو ڪيو ۽ نماز پڙهيائين ۽ تيستائين ڊرامو بہ ختم ٿي چڪو هو.

اڳين هفتي گهر جا سڄا ڀاتي گڏ ٿيا، نئين

ڊرامي جو انتظار ڪري رهيا هئا ۽ اختر تي ٽوڪون پڻ ڪري رهيا هئا پر اختر بلڪل خاموش ويٺو هو تہ، اوچتو ٽي وي اسڪرين تي لکجي آيو ”پوئين ڊرامي جي آخري قسط ڪي مجبورين سبب ٻيهر ڏيکاري وڃي ٿي، اهو ڏسي اختر ڏاڍو خوش ٿيو ٻيا گهر جا ڀاتي پشيمان ٿيا ڇو تہ انهن نماز نہ پڙهي.

پيارا ٻارو! اوهين بہ فقط هڪ ڊرامي لاءِ نماز ڪي نہ ڇڏبندا ڪريو، ڇو تہ گذريل نماز ۽ اها برڪت ٻيهر نہ ورندي آهي.

## بهترين ڪهاڻيون جو سلسلو

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿين. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَـنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جڏهن جڏهن جاڙ وڏي تي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَمَ- گولو،
جيڪي بہ ڪَٽين، جيڪي بہ ڪَٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڙ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڙ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ٻاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)